# کربلا جا ننڍڙا مجاهد



محمد هاشم عرف ميوه خان



قيمت ٢٥ نوان پئسا

دفع پهريون ] [ جلد هزار

( سڀ حق ۽ واسطا قائم )



# "ڪربلا جا ننڍڙا مجاهد"

حضرت امام حسين عليہ السلام جنهن پنهنجي تعليم سان وڏن ۾ حق تان قربان ٿيڻ جو جذبو پيدا ڪيو هو تنهن ٻارن ۾ بہ اهڙو روح ڦوڪيو هو جو اهي بہ قرباني لاءِ تيار هوا. ننڍن ٻچن ڪربلا ۾ جيڪو قرباني جو جوهر ڏيکاريو آهي اهو عالم انسانيت لاءِ هميشہ ياد رهڻ جو قابل آهي. حسيني جماعت ۾ ڪيترا ٻار بہ شامل هوا جن سڀني جو ذڪر ڪرڻ طوالت ڪان خالي نہ ٿيندو تنهن ڪري انهن مان ڪن ٿورن جي ڪيفيت لکي وڃي ٿي هن لاءِ تہ معلوم ٿي وڃي تہ

امام حسين پنهنجن ٻچن ۾ بہ حق پرستيءَ جي تعليم اهڙي ڦهلائي هئي جا وڏن مجاهدن کان گهٽ نہ هئي. عاشور جي رات آهي، انصار حسين هڪ خيمي ۾ جمع آهن، امام حسين عليہ السلام انهن کي آگاهہ ڪري رهيو آهي تہ صبح جو شهادت جو ڏينهن آهي ۽ امام جي شهادت ڪري حق کي ابدي حيات حاصل ٿيڻي آهي . اصحاب خاموشي ۽ پوري ارادي سان امام جي تقرير ٻڌي رهيا آهن تہ اوچتو ٻارنهن تيرهن سالن جو هڪ ٻار اٿي بيهي ٿو ۽ وچڙ لڳو "چاچا سائين، ڇا مان بہ شهيد ٿي ويندس"؟ امام حسين پنهنجي ڀائٽيي کي سر کان پيرن تائين ڏٺو ۽ ان جي قلب جي ڪيفيت جي اندازي لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي- امام سمجهيو تہ ننڍي عمر جو ٻار ۽ يتيم آهي، ٿي ڏينهن جي بک ۽ اڃ جو ستايل آهي جنهن هن کان اڳ جنگ جي ميدان جون سختيون نہ ڏٺيون آهن، تنهن جي آزمائش ڪئي ونجي؟ امام سوال ڪيو "قاسم موت کي ڪئين ٿو سمجهين"؟ شهزادي عرض ڪيو چاچا سائين آءٌ موت کي ماکي کان بہ مٺو ٿو سمجهان" امام اهي لفظ ٻڌي سمجهيو تہ حق جي تعليم جو اثر قاسم تي پورو پورو ڇانيل آهي، امام

جواب ڏنو هاڻو پٽ سياڻي تون به شهيد ٿي ويندين ۽ تنهنجو ڇهن مهنن جو ننڍڙو ڀاءُ علي اصغر به شهيد ٿي ويندو. قاسم موت جي خوش خبري ٻڌي منهن مان خوشي جا آثار ظاهر ڪيا. رات گذري ڏينهن ٿيو جنگ شروع ٿي ٻپهرن تائين حسيني انصار شهيد ٿي ويا. هاڻي عزيزن جو وارو آيو جعفر ۽ عقيل جو اولاد حق تان قربان ٿي ويو قاسم امام جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪيو اباجان هاڻي مونکي موت جي اجازت مرحمت فرمايو. امام حسين قاسم جي منهن ۾ نهاريو: امام حسن جي ياد دل تي تازي ٿي اجازت ڏيڻ کان خاموش رهيو. قاسم چاچي جي صورت ڏسي مات ڪري خيمي ۾ ويو ۽ هڪ ڪنڊ ۾ ويهي روئڻ شروع ڪيو. جيجل ماءُ پنهنجي لال جي روئڻ جو آواز ٻڌو ۽ يڪدم اچي پڇڻ لڳي "ابا قاسم روئي ڇو رهيو آهين"؟ قاسم عرض ڪيو امان جان چاچو سائين موت جي اجازت ڏئي ئي نٿو! ائين چئي سڏڪا ڀري روئڻ لڳو! قاسم جي ماءُ ام فروه جي چهري مان بي آرامي جا آثار ظاهر ٿيا ۽ آسمان ڏي منهن ڪري چيو خدايا "ڇا منهنجو پٽ شهادت جي شرف کان محروم رهندو؟ ڇا حسن جي آل حق تان قربان

ڦِين جي سعادت حاصل ڪري نہ سگھندي؟ ڇا آءٌ
قيامت جي ڏينھن جناب فاطمہ زھرا سلام الله عليھا
جي اڳيان سرخرو نہ ٿيندس؟ اھي ھئا اھي خيال جي
قاسم جي ماءُ جي ذھن ۾ ڦري رھيا ھوا. اوچتو ماءُ
جي ذھن ۾ ھڪ خيال پيدا ٿيو اکين جا ڳوڙھا
سڪي ويا چھري تي خوشي جا آثار ظاھر ٿيا، فرمايائين
نور ديده قاسم تنھنجي والد شھادت جي وقت تنھنجي
ٻانھن ۾ ھڪ تعويذ ٻڌو ھو ۽ فرمايو ھو تہ قاسم
جڏھن مشڪل جي گھڙي تنھنجي سامھون اچي تہ ھن
تعويذ کي کولي پڙھجانئين. پٽ اج کان وڌيڪ
مشڪلات جو وقت ٻيو ڪھڙو ايندو ھن تعويذ کي
کولي پڙھ شايد ان جي مدد سان منھنجي ۽ تنھنجي
آرزو پوري ٿي وڃي!“ قاسم ماءُ کان اھي لفظ ٻڌي
تعويذ کولي پڙھيو تہ امام حسن المجتبيٰ پنھنجي ڀاءُ
حسين کي لکيو ھو ”ادا آءٌ ڪربلا ۾ نہ ھوندس جو
توھان تان پنھنجي جان قربان ڪري سگھان قاسم کي
پنھنجي جاءِ تي ڇڏيان ٿو ان کي مرڻ جي اجازت
ڏجو ھن لاءِ تہ ڪربلا جي حق ۽ ناحق جي جنگ
۾ منھن جو خون بہ شامل ٿي وڃي“ امام حسين ڀاءُ
جو وصيت نامون پڙھيو، قاسم جي چھري تي نگاہ

ڪٿي ڀاءُ جي محبت سبب اکين ۾ ڳوڙها ڀري آيا ڀائٽيءَ کي سيني سان لڳائي ان جي نوراني چهري تي چمي ڏئي جهاد جي موڪل ڏني. قاسم جي چهري تي خوشي جون لهرون ڊوڙڻ لڳيون سڌو ماءُ جي خدمت ۾ آيو پيرن تي هٿ رکي چيو امان جان تنهنجا ڪروڙين احسان تو تعويذ جي خبر ٻڌائي منهنجي ڪومائل چهري کي مثل گل گلاب جي سرخ ڪري ڇڏيو، چاچي سائين موڪل ڏني آهي تنهنجو آخري منهن ڏسڻ آيو آهيان. ماءُ قاسم کي سيني سان لڳائي پيار ڪيو ۽ خوشيءَ سان جهاد جي اجازت ڏني. حضرت عباس قاسم کي گهوڙي تي چاڙهيو تلوار هٿ ۾ ڏني ۽ قاسم ميدان ڏي روانو ٿيو. يزيد جي لشڪر جو بيان آهي ته اسان ڏٺو ته امام حسين جي لشڪر مان هڪ چنڊ اڀريو ۽ اسان جي طرف اچڻ لڳو.

پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته خيبر گير جو پوٽو ۽ امام حسن جي دل جو ٽڪرو آهي، قاسم نالو اٿس. نبي زادي کي ايندو ڏسي دشمن تلوارون سڌيون ڪيون، ڪمانن ۾ تير وڌا نيزن جون نوڪون بلند ٿيون ليڪن هي ننڍڙو شهزادو جنهنجي جسم ۾ حق پرستيءَ جو خون جوش کائي رهيو هو تنهنکي انهن هٿيارن جو

ذرو به خوف نه ٿيو، هو اڳتي وڌيو ۽ بهادريءَ سان دشمن جي صفن کي ڪاٽيندو ازرق ۽ ان جي پٽن کي قتل ڪندو اڳتي وڌيو ڏسي وارا جنگ جو انداز ڏسي حيران ٿيا ته هن ٻار کڏهن جنگ جي شڪل به نه ڏٺي هئي تنهن سوين يزيدي سپاهي جهنم ڏي روانا ڪيا، آخر هڪ بي دين اوچتو تلوار جي وار ڪئي جنهنڪان سر ٽڪر ٽڪر ٿي پيو. ننڍو مجاهد زين تان زمين تي آيو.

۽ چاچي کي آخري زيارت لاءِ پڪاريو امام حسين قاسم جو آواز ٻڌي ميدان ۾ آيو. علي جي شير کي جلال ۾ ڏسي عمر سعد جي فوج ڀاڄ ڪاڏي جنهن ڪري شهزادي قاسم جو لاش گهوڙن جي سنبن سان پائمال ٿي ويو ۽ جسم ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيو ۽ حسن جو لال ڪربلا جي تتل زمين تي هميشه لاءِ آرامي ٿيو. هڪ حق پرست ٻار شهيد ضرور ٿيو ليڪن حق جي نبضن ۾ نئون خون داخل ڪري ويو.

قاسم شهيد ٿي ويو پر مذهب ۽ انسانيت جي صداقتن کي هميشه لاءِ زنده ڪري ويو، حسن جو لال خاڪ ۽ خون ۾ برابر ملي ويو ليڪن حق پرستيءَ جا جواهر اهڙا شان سان چمڪائي ويو جو قيامت تائين انهن جي روشني ۾ گهٽتائي پيدا نه ٿيندي.

عون ۽ محمد جعفر طيار جا پوٽا ۽ علي مرتضيٰ جا ڏهٽا زينب جا لال ۽ حسين جا ڀاڻيجا ڏهن ٻارهن ورهن جي عمر جا مامي سائين جي خدمت ۾ حاضر ٿي عرض ڪرڻ لڳا ”مولا هاڻي اسانکي به مرڻ جي اجازت ڏني وڃي، اسان جي ڏاڏي جعفر طيار اوهان جي ناني رسول الله تان جان قربان ڪئي، اسان جان جي خواهش آهي ته اڄ اسين به ڏاڏي جي سنت کي زنده ڪريون ۽ اوهان جي قدمن تان نثار ٿي حق ۽ صداقت کي روشن ڪري وڃون.“

حسين ننڍن ٻچن جي حق پرستي ۽ شوق جهاد ڏسي اجازت ڏني. ٻئي شهزادا ويا ڏسڻ ۾ ته ننڍا ٻار ها ليڪن جسمن ۾ جعفر ۽ علي جو خون هو، زينب خاتون جي هنج جا پاليل هوا ۽ امام حسين جهڙي حقانيت ۽ انسانيت جي استاد جا شاگرد هوا، وڙهيا ۽ اهڙي گهمسان جي جنگ لڙيا جو ڏسڻ وارن جا عقل حيران ٿي ويا. ننڍن ننڍن نيمچن سان لاشن جا ڍير لڳائي ڇڏيا ته ننڍا شهزادا آخر ڪيستائين لڙندا، مرڻ لاءِ آيا هوا نه وڙهڻ لاءِ، ٻئي شهيد ٿي ويا. امام حسين ٻنهي جا لاش خيمي ۾ آندا، ماءُ پٽن جا لاش ڏسي خوشيءَ کان ٽهڪڻ لڳي، خاڪ تي سر رکي عرض ڪيو ”بار الاها تنهن جا لک لک شڪر ۽

احسان جو تو مون غريب الوطن جي قرباني قبول فرمائي ۽ امان فاطمه زهرا جي اڳيان مونکي سرخرو ڪيو ۽ منهن جن پٽن کي شهادت جو جذبو اهڙو عطا ڪيو جو پٽن شهادت جي سعادت حاصل ڪري زينب کي قيامت تائين سرخرو ڪري ويا. ڪا رواجي عورت هجي ها ته اهو دل هلائيندڙ منظر ڏسي پريشان حال ٿي وڃي ها ليڪن هيءَ ام المصائب زينب خاتون شير خدا جي ڌيءَ ۽ حق پرست حسين جي حق شناس ڀيڻ هئي جنهن پٽن جي شهادت تي شڪر جو سجدو ادا ڪيو ۽ پٽن جا لاش ڏسي انهنکي تيغ جو حق بخشيو! اهي آهن سيده زاديون جن دنيا جي عورتن لاءِ لافاني ۽ سبق آموز مثال ڇڏيا آهن جنهنجو نظير ڳولهڻ به ملڻ محال آهي.

مسلم بن عقيل جا ٻچا، اٺن ڏهن سالن جو سن، ليڪن شيرن جا شير، دليرن ۾ دلير، هيءَ اڳ شهيد ٿي چڪو، ماءُ بيوه ٿي ويئي، ٻه ننڍڙا ٻار ڪوفي ۾ پيءَ سان گڏ شهيد ٿي چڪا ليڪن حق پرستي ۽ جان نثاري جي ولولي ۾ ڪا به ڪمي نظر نه آئي، ننڍڙا ٻار برابر هئا ليڪن فدائيت جو جذبو جوانن جهڙو هو، ميدان ۾ ويا بهادريءَ سان لڙيا ۽ شهيد ٿي دنيا جي ٻچن کي هي سبق ڏئي ويا ته

ننڍي عمر حق جي راه تان قربان ٿيڻ کان روڪي نٿي سگهي، جي حق ني ڏکيو وقت اچي وڃي ته اهڙي طرح قربان گاه ۾ وڃڻ جو عزم ڪجي جنهن اسان ڪري ڏيکاريو آهي.

امام حسين زين تان زمين تي آيو ته ننڍڙو شهزادو عبدالله بن حسن پري کان پنهن جي چاچي کي ڏسي دشمن جي لشڪر کي چيريندو امام تائين پهتو. جڏهن هڪ دشمن تلوار مٿي ڪئي ۽ وار ڪرڻ ٿي چاهيو ته شهزادي امام کي بچائڻ لاءِ پنهن جا ٻئي هٿ تلوار جي آڏو ڪيا ۽ ٻئي بازو ڪٽجي ويا، ٻار خاڪ ۽ خون ۾ تڙڦڻ لڳو. امام پنهن جي ڀائٽي کي سيني سان لڳايو ته. اوچتو حرمله بن ڪاهل اڳتي وڌيو ڪلهي سان ڪمان ڪڍي تير چلهه ۾ رکيو ۽ شهزادي ڏي نشانو ڪري اهڙي زور سان تير ڇڏيو جو شهزادو جان بحق تسليم ٿي ويو.

آخر ۾ امام حسين جي ڪير پياڪ ڇهين مهينن جي ٻار جي قرباني جو ذڪر ٻڌو. حضرت امام حسين جڏهن اڪيلو رهجي ويو تڏهن به آواز بلند پڪاري چيو "هل من ناصر ينصرنا" آهي ڪو جو نصرت ڪري! اهو آواز اولي الامر جو هو. انهيءَ حڪم جي صاحب جو جو خدا جي طرف کان خدا جي مخلوق جو اولي الامر هو.

اولي الامر جي معني آهي "حڪم جو صاحب
جا اولي الامر پنهنجي جنس تي يعني ماڻهن تي حڪم هلائي
سگهن ٿا پر غير جنس جهڙوڪ، گهوڙا هاٿي ازين
قسم جي ٻين شين تي حڪم هلائڻ جي طاقت نٿا رکن،
مثال طور ڪو بادشاه پنهن جي گهوڙي کي سڏ ڪري
ته نه هو سڏ سمجهي سگهندو نڪي ايندو پر خدا جي
منتخب ڪيل اولي الامرن ۾ الله تعالي اها طاقت عطا
ڪئي آهي جو ڪائنات جي هرڪا شي سندن حڪم
مڃي ٿي.

مثال طور سيدال انبيا چنډ کي آ گر جي اشاري سان
ٻه ٽڪرڪري ڏيکاريو ۽ سندن وصي لٿي سج کي موٽايو.
حضرت امام حسين عليه السلام به جنهن وقت نصرت لاء
صدا بلند ڪئي ته پاڻي جي جانورن درياء سان جهنگ
جي جانورن جهنگل مان، جنن خواه فرشتن صدائي
لبيڪ بلند ڪئي ۽ زعفر جن حاضر ٿي امام کان جهاد
جي موڪل گهري. امام ان کي واپس وڃڻ لاء فرمايو.
ايتري پر علي اصغر جي ماءُ امام کي سڏائي عرض ڪيو
هرڪا ٻيبي صداء استغاثه پڌي نصرت لاء تيار ٿي رهي
آهي، اجازت ملڻ جي دير آهي، حڪم ٿئي ته ميدان ۾
اچي اوهان جي نصرت ڪن ۽ علي اصغر به آواز پڌڻ
شرط پاڻکي جهولي کان ڪيرايو آهي.

امام شهزادي اصغر کي هٿن تي کڻيو ۽ ميدان ۾ اچي
پڪاري چيو اي سپاهيو منهن جي هنج ۾ کير پياڪ
ٻار آهي کنهن به مذهب ۾ معصوم تي ظلم ڪرڻ
روا نه آهي تن ڏيهن جو اڃايل آهي ٿورو پاڻي شهزادي
کي ڏيو ته هن جي جان بچي پوي. عمر بن سعد
پاڻي ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ حرمله ڏي اشارو ڪري
چيو "معصوم کي اهڙو تير هڻ جو امام کي وري
گهرڻ جي مهلت نه ملي حرمله تير ڪمان ۾ وڌو
علي اصغر جو گلو نشان ڪيو ليڪن هن جا هٿ
ڏڪڻ لڳا. عمر بن سعد حرمله کي چيو ڪڏهن به
تنهن جا هٿ نه ڏڪيا اڄ تو سان ڪهڙي وهٽ آهي؟
حرمله جواب ڏنو ته سامهون خيمي ڏي نهاري ڏس
ته هڪ ننڍڙي معصومه نماڻا نيڻ کڻي اشارن سان چئي
رهي آهي ته اهڙو غضب نه ڪر، ان ڪري منهنجا
هٿ ڏڪن ٿا. حرمله کي عمر بن سعد چيو نشان
ڪري اکيون پوري چڏ ته تير پوري نشاني تي لڳندو.
هن ملعون تير ڇڏيو جو علي اصغر جهڙي سونءَ
جو گلو وندي حسين جي بازو ۾ کپي ويو. امام
حسين اصغر ڏي نهاري فرمايو تو حق جي امام جي
نصرت ڪئي تنهن جو بي گناهه خون قيامت تائين
حسين جي حقانيت ۽ يزيد ۽ ان جي سپاه جي حيوانيت

۽ بربريت جو پورو پورو ثبوت آهي. علي اصغر جي شهادت حقانيت جو ڪامل معيار آهي ۽ امام حسين عليہ السلام جي صداقت ۽ انسانيت جي اصول جو اهڙو مڪمل امتحان آهي جنهن کان بعد ٻئي ڪنهن ثبوت جي ضرورت ئي نظر نٿي اچي. امام عليہ السلام ٻچن ۾ بہ حق پرستيءَ جو اهو روح ڦوڪي ڇڏيو هو جنهنجي نتيجي ۾ ٻچن بہ فداڪاري جو اهو مظاهرو ڪري ڏيکاريو جهڙو وڏن ڪيو هو. عرب جي سخت گرمي ۾ ڏينهن جي بک ۽ اڃ برداشت ڪرڻ ۽ هڪ اکر بہ شڪايت جو ظاهر نہ ڪرڻ حسيني قافلي جي ٻچن جو هڪ اهڙو مايہ ناز ڪارنامون آهي جنهن تي دنيا جي آزمائش ۾، حق ۽ ناحق جي جنگ ۾ حسيني قافلي جي ٻچن جي اڳيان هر انصاف پسند انسان جو سر جهڪي وڃي ٿو. ٻچن ۾ اهترو صبر ايتري شجاعت ايتري فداڪاري ۽ ايتري حق پرستي ۽ مذهب حقا جي لاءِ قرباني جو اهڙو جذبو پيدا ڪرڻ واقعي حسين جو تمام وڏو ڪمال هو ۽ ڪمال تعليم جي هيءَ هڪ اهڙي منزل هئي جنهن تي گهڻا روحاني رهنما ۽ مذهبي پيشوا امام حسين عليہ السلام جي جرئت جي مقابلي ۾ اچي نہ سگهندا. اهو نہ آهي ڪمسن ٻچن جو حال پر حسيني قافلي ۾ نندڙ ڙيون

ڇوڪريون معصوم سڪينه ۽ رقيه جن جي عمر ڇهن يا پنجن
سالن جي مس هئي تن به باوجود بک ۽ پياس جي
اهڙيءَ-حون مصيبتون سٺيون ، دشمنن جا ڇهڪ
کاڌا ، گردنن ۾ رسيون پڌايون ، جن جي ڪنن مان
در اهڙي طرح ڇنا ويا جو ڪن رتو رت ٿي ويا نه
به انهن جي لبن تي بي صبريءَ جو هڪ حرف به
جاري نه ٿيو. ان مان عالم آشڪار آهي ته حضرت
امام حسين عليہ السلام جي لشڪر ۽ قافلي ۾ ڪو
هڪ به اهڙو نه هو جنهن تي امام جي روحانيت جو
اثر نه هو ۽ هڪ هڪ صبر ۽ ايثار جو سبق اسان
کان اهڙو حاصل ڪيو هو جو قيامت تائين انهن جو
نالو ياد رهندو . علي اصغر جي شهادت امام حسين
عليہ السلام جي مخالفن جي بي اصول هئڻ جو
ڪليو دليل آهي ، جي امام حسين عليہ السلام سان اهي
اصولي جنگ ڪن ها ته اها جنگ امام حسين ۽
ان جي سپاهه تائين محدود رهي ها ڇهن مهينن جي
کير پياڪ ٻار کي ذبح ڪري ڇڏڻ جي حد تائين
نه وڃي ها . ظاهر آهي ته بيعت جو سوال امام حسين
کان ڪري سگهيا ٿي ڇهن مهينن جي ٻار سان ان
سوال جو ڪوبه تعلق نه آهي تنهن ڪري کير پياڪ
ٻچي جو قتل ان جو ظاهر ثبوت آهي ته يزيد ۽ ان

جا طرف دار آل رسول کي ختم ڪرڻ جي پويسان هوا ، بيعت جو رکيو بهانو هو. پيغمبر اسلام جي نسل کي قطع ڪرڻ اهڙو مقصد ني نٿو سگهي جنهن کي ڪنهن اصولي جنگ سان تعبير ڪيو وڃي . سون کي پڪ آهي ته جي امام حسين ٻي ڪابہ قرباني نہ ڏئي ها صرف علي اصغر جي هڪ قرباني ڏئي ها نہ صرف اها هڪ قرباني ئي حقانيت ۽ صداقت جو سڀ کان وڏو ثبوت ٿئي ها . صرف شهزادي علي اصغر جي شهادت مان معلوم ٿئي ٿو تہ حسين عليہ السلام الله جي انهن پيارن بندن ۾ شامل هو جن جي مشن ۽ تعليم صرف انسانيت جي اصلاح ۾ داخل آهي ، انسان کي صحيح ۽ سچو رستو ڏيکارڻ ، انسان کي زندگي جي اعليٰ منزلن تائين پهچائڻ ۽ انسان کي انهيءَ پستيءَ کان ڪڍڻ مقصود آهي جنهن ۾ حرص پرستي ۽ دنيا داري انسان کي مبتلا ڪري ڇڏي ٿي .

ان نظريہ مان ڏسبو تہ ظاهر ٿي ويندو تہ امام حسين عليہ السلام جو لاڳاپو ڪنهن هڪ مذهب يا ڪنهن هڪ قوم سان نہ هو ، هو انسانيت جو هيرو هو ۽ هر انسانيت جي گڏيل ملڪيت ۽ حق ۽ سچائي جو پرستار هو .

خادم الملت

ميوو خان

هي ڪتاب محمد هاشم عرف ميوه خان پنهنجي امامیه
پرنٽنگ پريس ۾ ڇپيو ۽ انجمن امامیه اسٽيشن روڊ
حيدرآباد مان شايع ڪيو. ١٦ فيبروري ١٩٦٤ع